سلسليوار

# المعراج

نمبر ٢



فقير معراج علي سائينءَ جو روضو مبارڪ

پاران: هادي مهدي سوشل ويلفيئر ايسوسيئشن

سنڌ بلوچستان


مخدوم فقير سمر علي سائين جهانيان
جن جي لاڙڪاڻي ۾ گهاڙ واه جي ڪپ تي فقير
سرڪار جي مئخاني تي آمد وقت ورتل تصوير



سرپرست همسوا فقير سمر علي مخدوم جهانيه اگڙا شهر پرسان سڙي
ويل گوٺ وارن کي همسوا طرفان چيڪ ڏئي رهيا آهن



فقير سمر علي مخدوم جهانيه سرپرست همسوا لاڙڪاڻي ۾ نياز علي فقير ملڪاڻي
کي سندس فرزند جي شادي لاء 20,000روپيه جو چيڪ امداد طور ڏئي رهيا آهن



مرحوم فيض علي فقير جو يو مخدوم معراج علي رضا جي ميڙي مبارڪ ۾
فقير مقصود علي جهانيه، فقير سمر علي جهانيه همسوا جي
سرپرست اعلىٰ ، سر پرست سان قد مين لڳي رهيو آهين

همسوا جا مرڪزي عهدار مخدوم مقصود علي مخدوم سمر وعلي
مخدوم عاشق علي جهانيه ، استاد خادم حسين عباسي
مخدوم معراج علي رضا جهانيه جي ١٣ ميڙي اسٽيج تي ويٺل آهن

سلسليوار

# الـمـعـراج

2011 ع


سرپرست اعلي:

مخدوم سيد مقصود علي جهانيه

سرپرست:

فقير سمر علي مخدوم جهانيه

ايڊيٽر:

اطهر علي کهڙو

سب ايڊيٽر: خادم عباسي

۽ مخدوم حق علي جهانيه

قانوني صلاحڪار:

ميرارشد حسين ٽالپر

۽ شفيع محمد بانگو ايڊووڪيٽ

لک پڙهه لاءِ:

هادي مهدي سوشل ويلفيئر ايسوسيئيشن (همسوا)

سنڌ بلوچستان

تعلقہ صوبوديرو ضلع خيرپور ميرس

درگاهہ مانڊم

ڪمپوزنگ: پرويز احمد ٽيهو 0346-3413993

منصور علي سومرو

ڇپائي: شيخ پرنٽنگ پريس / پرويز پريس گمبٽ


فهرست


پنهنجي پاران

مخدوم غلام محمد صديقي هالائي

استاد خادم عباسي

ڪافي: مهدي ٽيو مهدار

سيدمهتاب علي مخدوم جهانيا

فيض علي فيض

فقير سمر علي مخدوم جهانيه

شاهہ عبداللطيف ايڪو ۽ اتحاد

ڊاڪٽر برڪت علي لاکو

عجيب علي فقير جتوئي

پروفيسر اطهر علي کهڙو

صوفي صاف ڪيو

فرهاد فقير اوڏ

سچڻ جو سچايون

فقير لائق علي پيلار

مرشد جي حضور آداب

ولايت علي سهتو

مولا علي عليہ السلام جو قول

ثناءُ الله گوپانگ

شاعري

فقير نياز علي منگيجو، منتار علي فقير مگنهار ولايت علي سهتو، اقرار علي فقير لغاري، مظهر علي فقير لاکو، سيد مقبول حسين شاهہ سيد شير علي مخدوم جهانيان.

# مخدوم
# غلام محمد صديقي هالائي



خادم عباسي

مخدوم غلام محمد جو جنم مخدوم نوح سرور 911-998ھ جي پندرهين سجاده نشين مخدوم ظهير الدين عرف پريل ڇام يا پرو ڇام 1280-1345 ھ جي گهر ۾ 14 فيبروري 1886ع ۾ ٿيو. مخدوم صاحب سنڌي، فارسي، عربي ۽ انگريزي جي تعليم ورتي. مخدوم صاحب پنهنجي ڪلام ڪافين ۾ "مغموم" تخلص اختيار ڪيو آهي.

شاهه لطيف جو ٿيڙ ڏاڏو شاهه ڪريم بلڙيءَ وارو مخدوم نوح سرور جو انتهائي عقيدتمند هو.

برصغير ۾ قرآن شريف جو پهريون فارسي ترجمو به مخدوم نوح ڪيو هيو. مخدوم غلام محمد لاءِ محترم جي ايم سيد لکي ٿو ته " والد جي حياتيءَ ۾ ئي هن جو لاڙو فقيري ۽ درويشيءَ طرف هو. ابڙيجن جي نزديڪ ڇارن ۾ چلاڪشي ۽ غور فڪر ۾ مشغول رهندو هو" فقير سمر علي سائين ٻڌائي ٿو ته مخدوم غلام محمد، مهدي سائينءَ جو طالب هيو ۽ فقير مهدي سائينءَ جي گاڏيءَ جو ڊرائيور ديدار علي شاهائي جنهن جي عمر 95 سال ٿيندي، ٻڌائي ٿو ته مخدوم صاحب مهدي سائينءَ جو طالب هو ۽ هومهدي سائين سان گڏ. مخدوم غلام محمد ڏانهن دعوت تي ويندو هو.

مخدوم طالب المولي پنهنجي مشهور ڪتاب "يادرفتگان" ڀاڱو پهريون ۾ پنهنجي والد محترم لاءِ لکي ٿا ته "هڪ پيري فرمايائون ته اسان جو مذهب حنفي آهي. محمد فقير ڪنڀاڻ ۽ فقيرمهدي سائين سمجهن ٿا ته اسين مرشد پيا ڳوليون تنهنڪري ٻئي نوان رنگ ۽ ڍنگ. مرشد ٿيڻ لاءِ ڪن پيا ۽ پاڻ ڏانهن اشارو ڪري چيائون ته اهي هن فقير آڏو نچن پيا. اهڙي جهڙي ڳالهه آهي جو مخدوم طالب المولي، فقير محمد ڪنڀاڻ ۽ فقير مهدي سائين کي اٽڪل باز ٿو لکي.

هاڻي اچو ته ان حقيقت کي پرکيون. ساڳئي مضمون ۾ مخدوم صاحب جن لکن ٿا ته " محمد فقير ڪنڀاڻ ۽ مهدي سائين جن پنهنجي ٻالڪن تي نئون نالو رکندا هئا ۽ نالي جي پويان عليءَ جو لفظ ضرور هوندو هو جيئن امام علي، بحر علي، مظهر علي. وغيره تيئن فقير صاحب مرشدنا والد صاحب کي سرور علي نالو ڏنو هو مگر پاڻ ٻالڪا ڪو نه هئا. تاهم نالو پسند ڪيائون ۽ سجع لکي مهر ٺهرايائون.

سنڌ جي سيني درگاهن مان صرف مهدي سائين جن طالب جو نالو عليءَ جي پيوند سان ڏيندا هئا. هاڻي ثابت ٿئي ٿو ته مخدوم صاحب جن سائين مهدي سائين جا طالب هئا. انڪري ڪين نالو ڏنو. نه ته ڪير ڪيتري به عقيدت رکي يا محبت ڪري پر نالو صرف طالب کي ملندو آهي. اڳ مخدوم صاحب طالب المولي محمد فقير کي ڍنگ وارو فقير لکيو وري هينئر سندس راءِ ڏسو "فقير صاحب جيڪو فقيريءَ ۾ رنگ ڍنگ اختيار ڪيو ان جو مجدد پاڻ ئي هو. نچندي، ڳائيندي، وڄائيندي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾

توحيد جي مرح محاڻي ڇڏيائين . وري اڳتي لکن ٿا تہ "فقير با ضمير، با توقير هـو. ادب، شاعري، تهذيب، اخلاق ۽ تميز جو مالڪ پڻ هو گفتار، رعبدار ۽ باوقار هوندي هئس. مرشدنا قبلہ والد صاحب جن سونگي فقير مهدي سائين ڏانهن موڪليندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ ماڻ ۾ وڃجو ۽ ماڻ ۾ موٽجو. فقير صاحب سوال پڇي تہ جواب ڏجو. ماڻ ۾ رهڻ ۽ پڇيل سوال جو مختصر جواب ڏيڻ مهديءَ سائين جي ڪچهري جو اصول هو. ساڳئي ئي مضمون ۾ مخدوم صاحب جن، فقير محمد ڪنياڻي شخصيت جي واکاڻ هن طرح ٿا ڪن. سخي قبول محمد سندس ڪلام بدي پيشاني ضرور ڇمندو هوس ۽ چوندو هو تہ " ان ڪوناريءَ کي لو ڇمان جنهن مان هي سخن پڇي نڪتا آهن."

مخدوم صاحب جي ڪتاب "يادرفتگان" جي پهرين باڳي ۾ جيڪا مخدوم غلام محمد صاحب جي ڪافي ڏنل آهي ان ۾ مخدوم صاحب جو تخلص سرور علي آهي.

ڪافي: هن عشق جي اسلام ۾. آباد مان آهيان.
دلشاد آنءِ، دلشاد آنءِ، دلشاد آنءِ آهيان.
فارغ دنيا ۽ آخرت واري، فڪرفڪرات کان،
آزاد آنءِ، آزاد آنءِ، آزاد آنءِ آهيان.
ثابت سخي سرورعلي، ساقي سرڪ جي سازجو،
امداد آنءِ، امداد آنءِ، امداد آنءِ آهيان.

مگر افسوس جو مخدوم طالب المولىٰ صاحب نالو ڪافي ۾ هوندي بہ "يادرفتگان" جي ٻئي ڇاپي ۾ ان کي محمد فقير ڪنياڻ جي ڪافي لو سڏي جڏهن سرور علي نالو سچ جيان چٽو آهي. ڪافي جو مضمون رنداڻو آهي. شاعر دنيا و آخرت جي فڪر کان پاڻ کي آزاد لو سمجهي.مخدوم صاحب لاءِ محترم جي.ايم سيد پنهنجي ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" جي صفحي نمبر 558 تي لکي ٿو تہ " مخدوم ميان غلام محمد. والد جي حياتيءَ ۾ ئي هن جو لاڙو فقيري ۽ درويشي طرف هو. ابڙيچن جي نزديڪ چارن ۾ چلہ ڪشي ڪري. غور فڪر ۾ مشغول رهندو هو. خوش قسمتيءَ سان سگهوئي سندس فقير محمد ڪنياڻ سان واقفيت ٿي. جنهن "همہ اوست" جي نقطہ نگاهہ مان نہ صرف واقف ڪيو پر ڪيس خودي ڪائڻ جي اهڙي تعليم ڏئي ڇڏي جنهن مان وڏ ماڻهپي ۽ معتبريءَ جا سڀ اثر ختم ڪري ڇڏيا . اهو سندس خودي ڪائڻ جو معراج هو جوهالن جي بازار مان فقيرن سان گڏ ڳائيندو لنگهيو نہ تہ عام طرح مخدوم صاحب بازار ۾ اچڻ عيب سمجهندا آهن سندن جاءِ جي ٻاهران ڪيئي دربان ويٺا هوندا آهن.سندن ملاقات بہ مشڪل مسئلو هوندي آهي فقير جي صحبت مان همہ اوست سان گڏ ڪيس صوفيائي راڳ ٻڌڻ ۽ مئي نوشيءَ جو ورثو مليو" مٿيئن بيان مان ثابت ٿئي لو تہ مخدوم صاحب محمد فقير ڪنياڻ جو طالب هو جو فقيرن سان گڏ هالن جي بازار مان نچندي ڳائيندي لنگهيو جڏهن تہ مخدوم صاحب خانداني حوالي سان بازار ۾ اچڻ کي بہ عيب سمجهندا هئا ۽ ان ئي خاندان جو مخدوم غلام محمد صاحب مئي نوش پڻ محمد فقير ڪنياڻ وٽان ٿيو.

صوفي ساجاهہ جو مصنف صوفي قربان خاصخيلي بہ مخدوم صاحب کي محمد ڪنياڻ جوپالڪو لکيو آهي.

اصل ۾ حقيقت هن طرح آهي تہ فقير سمر علي سائين ٻڌائي ٿو تہ مخدوم صاحب پنهنجي طرفان دلي طرح طالب مهدي سائينءَ جو هيو ۾ پاڻ مالڪن ڪيس امر ڪيوتہ هومحمد فقير ڪان نام ولي ۽ پوءِ مهدي سائين جن سندس ڀانهن محمد فقير ڪنڀاڻ جي حوالي ڪئي ان حساب سان هاڻي هو محمد فقير جو طالب وجي سڏبو. محمد فقير ڪنڀاڻ سان فقراءِ جو وڏو سنگ هوندو هو اڪثر سير سفر ۾ رهندو هو دنگ دارونءَ جام پيئندو هو ان خرچ پکي جي پورائي لاءِ فقير صاحب کي ڪنهن امير ڪبير جو هٿ ضروري هو.
محمد فقير ڪنڀاڻ خانداني طور پير پاڳارن جي درگاهه جو مريد هو پير صاحب پاڳاري جي امر سان پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ شامل ٿيو. پاڳارن جي شان ۾ اهڙو ڪلام بہ فقير صاحب جو موجود آهي پر فقيري رنگ اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ نواب ولي محمد خان لغاريءَ جو طالب ٿيو پر ڪي نفي ۽ اثبات جا سبق مهدي سائينءَ ڪان ورتائين ۽ تاحيات ان جي صحبت ۾ رهيو. محمد فقير ڪنڀاڻ پنهنجي ڪلام ۾ مهدي سائين کي پنهنجو پير مغان. مرشد ۽ مسيحا سڏي ٿو.
ڪافي: مهدي منور مهدي منور. پيرمعان پاڳارا هي.
مرشد مسيحيٰ مهدي محمد عشق عجائب.
اعليٰ احمد ساقي، سر سوپارا هي.
هيءَ بہ ڪافي جيڪا مهدي سائين جي آمد جي موقعي تي چيل آهي ۽ سڀ صفتون اهي مهدي سائين ۾ موجود هيون. جيڪي هن ڪافي ۾ بيان ٿيل آهن.
پيارل پيشوارن سان پلي آيو پلي آيو.
طبل تولان تازن سان پلي آيو پلي آيو.
مگهن مخمور ٿي محمد مدامي موج مهديءَ جي رندي رفتار رازن سان پلي آيو. پلي آيو.

مهدي ٿيو مهدار

محمد مهدي علي بوترابي،
نور نظر نروار.

عبديت ٿي هڪ اولو آئي،
پاڻ پسڻ سان ثابت سائي،
مهدي ٿيو مهدار.

اندر اسمي باهر جسمي،
لم يلد ٿي آيو لحمي،
بي مثل جي بهار.

وجهہ الله ٿي رمز رلائي،
قالو بلا جو قول ڪرائي،
عبد ۾ ٿيو اظهار.

انا احمد بلا ميمي،
درس انا الحق سچ سلطاني،
مٺي مستي مختيار.

ڊاڪٽر تنوير عباسي صاحب پنهنجي شعر ۾ اظهار خيال ڪيو آهي ته هر ڪو ماڻهون موتيءَ ڏاڻون ، هرڪو ماڻهون هيرن جي کاڻ ،سو هاڻي جيڪڏهن ڊاڪٽر صاحب جي تخليق تي ويهي غور ڪبو ۽ جاچي ڏسبو ته واقعي ائين ئي محسوس ٿيندو نظرايندو جو ته جڏهن سڀ کان معتبر مخلوق انسان کي بڻايو ويو آهي ته پوءِ اهو شرف جيڪو ڊاڪٽر صاحب ٻڌائي رهيو آهي توهان اسان سڀني کي ٻه حاصل آهي توهان مان هرڪو ماڻهون هيرن جي کاڻ ٻه آهي ته موتيءَ ڏاڻو ٻه .

صوفيءَ صورت کي سجدو ڪيو آهي جڏهن ته سجدو صرف الله کي ڪرڻون آهي مذهب مطابق پر صوفيءَ جو صورت وارو سجدو محبت جو سجدو آهي لاءِ محبت جي

هي سارو سنسار صورت آهي صورت جو مفهوم تمام وسيع آهي .

سواءِصورت جي يعني صورت کانسواءِ هن جهان جو وجود ئي نٿوٿي سگهي صورت کانسواءِ ڪنهن ٻه شي جو وجود نا ممڪن آهي

جڏهن محبت جو سجود ڪجي ٿو تڏهن ئي سڪون مسير ٿئي ٿو ۽ سڪون مسير تڏهن ٿيندو آهي ؟ جڏهن حق تي هجبو آهي محبت جو وڏ ۾ وڏ هجڻ يا محبت جو معراج اهو صورت واري سجود ۾ ئي سمايل آهي صورت جو نمايا هجڻ ظاهر ٿيڻ انساني وجود کان وڌيڪ ٻيو ڪنهن ٻه نام ۾ موجود نه آهي هيءَ مخلوق سڀ کان اشرف آهي انسان کي افضل هجڻ جو شرف مليل آهي انسان کي حيوان ناطق ٻه ڪوٺيو ويو آهي تنهن ڪري مندس اوسر حيوانيت کان وٺي شروع ٿئي ٿي پهريا حيوان پوءِ حيوان ناطق وري آدمي ٿيو پوءِ ماڻهون يعني ماڻهپو پيدا ٿيس ۽ ان کان پوءِ انسانيت آيس ۽ سڀني کان اشرف ٿيو؟ جڏهن انسانيت کان اڳتي ايندو ته الله ٿيندو

سوهي حيوان يا ناطق حيوان يا آدمي ۽ ماڻهون يا انسان جيڪو ٻه چئوس تمام وڏي شي آهي .

ڪٿي عاشق آهيون عذابي ڪٿي، صوفي صاف ثوابي،
ڪٿي برابر ٻڌون، آهيون نسوري نور ۾ .

بدون حيوانيت ۾ خراب ۾ خراب شي ٿيندي آهي ۽ وري نورجيڪا پڻ
انسانيت جي وڏ ۾ وڏ اوچي ڊگري آهي جڏهن ته انسان کي مذهبي لحاظ کان
خاڪي ۽ فرشتن کي نوري چيو ويو آهي پر جيڪڏهن فرشتا مخلوق ۾ شامل
آهن ته پوءِ انسانيت انهن کان بلڪل اشرف آهي . هاڻي انسان کي گهرجي ته
هو پاڻ کي سڃاڻي ۽ ڄاڻي ته هي پاڻ ڇا آهي ته پوءِ سڀ ڪجھ ليي پوندس؟
"اهو راز ڪري ٿو روشن علي ولي شاه مردان شير من عرف نفسہ فقد عرف
ربہ " گهڻ ڪير بہ ڪونہ آهي . هر ڪنهن دي اندر لعل سڄا
سڪنا ڪوئي نهين " ڪير بہ مٽ ڪنهن جو ڪونہ آهي
هرڪو بي مثل ۽ بي مثال آهي عر بن ڪربن ۾ انسان پکڙيا پيا آهن . پر بدني
بناوت ۾ عقل ۽ فهم ۾ ڪو بہ ڪنهن جهڙو ڪونہ آهي ضرور ڪٿي نہ ڪٿي
ڪنهن نہ ڪنهن جاءِ تي ٿورو ڪي گهڻو فرق ضرور هوندو آهي . بلڪل هوبهو
ڪير بہ ڪنهن جهڙوڪونہ آهي . ظاهر ٿيو تہ بي مثل ۽ بي مثال آهي
رحلت ڪرڻ. برڪعو مٽڻ . پيالو پيڻ. وفات ڪرڻ ۽ مرڻ بہ هڪ قسم جي
ملاقات آهي هڪ جاءِ کان ٻئي هنڌ جي فاني ڪابہ شي ڪونہ آهي باقي شڪل
ضرور مٽائي ٿي جنهن کي اسان فاني يا فنا ٿا چئون ڇوجو اهاشي ان ساڳيءِ
شڪل ۾ جو نٿي رهي .
فيض اسان کان مرحوم ضرور ٿيو آهي پرائين ڪونہ آهي . تہ هو ڪو اسان کان
پري يا جدا آهي اڳي بہ گڏ هو هاڻي بہ گڏ آهي . ۽ اڳتي بہ گڏ ئي رهندو اسان جي
دلين ۾ ڇو تہ هن جو ڪنيل قدم اهڙو آهي جيڪو وساري ڪڏهن بہ ڪونہ ٿو
سگهجي محبت جي ميدان ۾ دم قدم ٻئي ڏرٽا آهن هڪ تصوير جا ٻہ پاسا آهن .
فيض انهن ٻنهي رخن سان خاصو نباهيو. مون سان سندس ملاقات فقير نروار
علي عرف پنهل خان جويو جيڪو سندس چاچو بہ هو جي معرفت ٿي تڪيہ فقير
پاڪ تي فيض پنهنجو ملاقاتي ڪارڊ ڏيکاريو تہ خبر پئي هو ڊبل ايم. اي انگلش
۽ ايڪانا مڪس آهي ۽ ان سان گڏ ايل. ايل. بي. پڻ ڪجھ پنهنجي ڪامريڊي ۽
سوشل ورڪر هجڻ جي بہ نشاندهي ڪيائين ۽ ائين ڏسندي ڏسندي وڃي
بلوچستان پهتاسين. جڏهن فيض پنهنجي پنهل چاچي جي گهر جي جاءِ مستري
صديق جويو بعد ۾ جذب عليءَ وارن کان جوڙائي رهيو هو . اها پهرين ملاقات
هئي . ديرامراد جماليءَ جي جيڪا فيض ڪرائي پوءِ اهو سلسلو هرسال دهرائبو

رهيو . ۽ فيض به پوءِ فيض محل کي تيار ڪرائڻ لاءِ اچي صادق عمراڻيءَ جي
پاڙي ۾ صادق عمراڻي روڊ جي ڪپ تي ديرو ڄمايو. پريم نذر محمد عمراڻي
وڪيل صاحب جو گهر هوس . فيض محل جي جڙڻ جو سفر چند سالن جي سيڙپ
بعد هاڻي اچي ذري گهٽ راس ٿيو هو . ڪمرا وغيره نهي ويا هئا . ۽ هاڻي
وراندي جو وارو هو جيڪو پڻ راس ٿيندي ڏسڻ ۾ ٿي آيو .ته همراهه سڀ سانگا
۽ سياپا ۽ اميدون ۽ آسرا سگَ ۽ ناتا پوين جي پلئه وجهي اوچتوئي اوچتوپاڻ
اڳتي سفر سڌاري ويو . آخر ۾ عيدون ۽ گيدون گڏ گذاري وصل جي واڳ واري
اصل واري آشيان تي اسهي ويو.

فيض سال کن ٿيندو جو فيض علي ٿيو هو . صحبت محبت جي لحاظ کان ته
اڳ۾ ئي پيوند ٿي چڪو هو . باقي ظاهر وارو زيب رهيل هو . جيڪو به حاصل
ٿيس ۽ طالب ٿيو ۽ فقير جو دلق ۽ نام ورتائين .

فيض ڇا هو . انلاءِ سندس باري ۾ هر ڪنهن وٽ پنهنجو پنهنجو رايو ۽ خيال
هوندو . باقي مجموعي طرح سندس لاءِ سندس سنگت ۽ دوستن جو چوڻ اهو آهي
ته هو دوستن جو دوست . سنگتن جو سنگتي ،وڏو هڏ ڏوکي ، هر هڪ کي ساڻ
وٺي هلڻ وارو .هر هڪ ڏانهن پيرو پچڻ وارو . قرب وارن کي ڪني ڪرڻ وارو
محبتن کي ميڙڻ وارو ، محفلن کي مچائڻ وارو ، ميلن ملهائڻ وارو حق جو هو
ڪو ڏيڻ وارو هڪ اڻ گس ۽ اڻموٽ انسان هو . جيڪو جنهن ڳالهه جو تهيو
ڪري وهي ته انکي آخر تائين ضرور پهچائي پوءِ دم پئيدو هو . فيض وٽ غريب
کان غريب دوست ۽ شاهوڪار کان شاهوڪار دوست وچ ۾ ذري جو به فرق ڪونه
هوندو. هو ۽ اها سندس جي هڪ وڏي خوبي هئي . جيڪا وري ڪنهن انسان ۾
سمايل هوندي آهي . بهر حال اسان سڀيءَ سنگت جو هڪ بيلوس ۽ وڌ ۾ وڌ
وفادار دوست هو . جيڪو هن وقت هنن ميلن ملاکڙن ۾ اسان سان گڏ ڪو نه آهي
. پر سندس ياد دلين ۾ هميشه تازي آهي .

حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي سنڌ جو متبرڪ ۽ دنيا جو عظيم انسان ھو . سنڌ لاءِ شاھ صاحب جو پيغام اتحاد ۽ عمل جو پيغام آھي . ماڻھن جي اتحاد ۽ عمل سان ماڻھن جو قسمتون ٺھن ٿيون . اتحاد ھر حالت ۾ ڪنھن مقصد جي لاءِ ٿيندو آھي ماڻھن سماجن ۽ قومن جي اتحاد جو مقصد اجتماعي مفاد ھوندو آھي اجتماعي مفاد لاءِ انفرادي ۽ گروھي مفاد قربان ڪرڻا پوندا آھن . اڄ جي وسيع آبادين واري علم ۽ ھنر سان ڀريل دنيا ۾ سماج ياقوم جو اجتماعي مفاد معني ان جي اڪثرت جو مفاد جنين دنيا جي ٻين ھنڌن تي ٿئين اسان وٽ سنڌ ۾ ٻہ اڪثريت پورھيتن جي آھي . ھارين، مزدورن، ۽ ڪمين ۽ ڪاسبين ۽ ٻين انيڪ پورھيتن جي ڪمائيندڙ ۽ اپائيندڙ اھي آھن . ميڙيندڙ کائيندڙ ٻيا آھن . جيڪي تمام ٿورا آھن شاھ صاحب پنھنجي رسالي ۾ گھڻي مان گھڻو ذڪر ٻہ انھي اڪثرعوام جو ڪيو يعني ھارين ۽ ھٽ پورھيتن جو، ڪاتارن ڪورين، لوھارن، واڍن، ڪنيرن، مھاڻن ۽ ٻيڙيائين جو، اوڏن، اونين ۽ ڍورڍٿين جو، پنھنجن عام ماروئڙن، سانگين ۽ سنگھارن، جو، تنھنڪري شاھ سائينءَ جو پيغام اسان لاءِ اڄ ٻہ اھو ئي آھي . تہ اسين پنھنجي گڏيل ۽ وڏي مفاد يعني سنڌ سماج جي اڪثريتي مفاد لاءِ پنھنجا الڳ الڳ ننڍا ۽ محدود مفاد وساري پاڻ ۾ متحد ٿيون . ڪھڙن جي مفاد لاءِ اڪثريت جو اتحاد قائم ڪريون جو تہ ڦريل ۽ محروم، ڏاڍ جا شڪار ۽ ڏکو ئيل اھي آھن . ۽ پنھنجي ڏکي حالت کي بدلائڻ لاءِ اھي ئي پاڻ ۾ گڏبا ۽ متحد ٿيندا ۽ عمل لاءِ اٿندا ۽ جدوجھد ڪندا . شاھ سائين پنھنجي شاعري ۾ پڪين جو مثال ٻہ ڏنو آھي . جنھن ۾ ٻہ اتحاد جو ذڪر ٿيل آھي .

1 وڳر ڪيو ورتن . پرت نہ ڇنن پاڻ ۾ .
پسو پکئيڙن . ماڻھان ميٺ گھڻو .

2 ڏکيون جان نہ مڙن . تان تان پنڻ نہ ٿئي .
پنڻ واريون پڌريون . ڳاڙھا ڳل سندن .
ٻيو ھئين ھٽ ھٽن . روئنديون روئڻ واريون .

عجيب علي فقير جتوئي (پروفيسر اطهر علي کهڙو)

عجيب علي فقير جو شرعي نالو مصري خان جتوئي هو. هن درويش ڳوٺ سرده جتوئي لڳ درازا شريف يعني سچل سر مست جي روضي مبارڪ کان تقريبن 2 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي بهرام خان جتوئي جي گهر ۾ جنم ورتو بهرام علي فقير کي پنج پٽ هئا. عجيب علي فقير پنهنجي ڀائرن ۾ سڀني کان وڏو هو هي عجيب علي فقير جو اهو دور هو جو ٽانگو هلائيندو هو ۽ ملهه جو به وڏي جوڙ جو پهلوان هو.

هڪ دفعي عجيب علي فقير ڪجهه فقراءَ کي ٽانگي تي ڪٽي سوڀوديرو ۽ رائيپور رستي تي جتي هيئنر فقير پاڪ مهدي مالڪن جو تڪيو مبارڪ آهي اتي فقير پاڪ مهدي مالڪن جي حضور ۾ ڪچهري ۾ اچي شامل ٿيو پهرئين ڪچهريءَ ۾ئي اهڙي ڪا هن درويش کي نينهن جي نوڪ لڳي جو موٽي سڌو گهر ويو ۽ گهر ٽانگو بيهاري پنهنجي گهر جي ڀاتين کان اجازت وٺي، سڌو فقير پاڪ مهدي مالڪن جي ڪچهريءَ ۾ اچي سنگ ۾ شامل ٿيو ۽ مالڪن جي حضور ۾ طالب ٿيڻ جي لاءِ عرض رکيائين. مالڪن هن مصري خان جتوئيءَ کي طالب ڪري اسم نام سمجهائي سندس طريقت جو نالو عجيب علي رکيو

ٻيا در ڏئي ٻن کي، آيس تنهنجي در،
سونهارا سورٺ ورڪا منهنجا ڪر.
ڀلا! ڀيري ڀر، پالهو پاند ڀينار جو.

جيئن ته پاڻ مالڪن چوائي ته اسان طالب فقراءَ جا پنج ٽول ماٿيا عجيب فقير جتوئي پاڻ سردارن جي آخري ٽول ۾ اچي شامل ٿيو.ڪجهه وقت مهدي مالڪن جي ڊيوٽي ڪرڻ کان پوءِ شاهپور جهانيا ۾ درگاهه تي جتي انهيءَ وقت ٿلها نهندا هئا اتي ڪيس ڊيوٽيءَ سان لڳايو ويو.ڪيترائي درويش ڊيوٽي ڇڏي هليا به ويندا هئا مگر هي درويش وڏو ڪو نيهي هو. توڙي جو سندس هٿن مان رت وهندو هيس تڏهن به اتان پڳو نه ۽ بڪل سچو ثابت ٿيو.

ڪنڌا مون پيرن ۾، توڙي لڪ لڳن،
اگر آگوني نه مڙي، ڇپون پير ڇنن،
ويندي ڏانهن پرين، جتي جات نه پايان.

عجيب علي فقير ٻڌائيندو هيو تہ جڏهن اتي ڊيوٽي ڪندا هياسين تہ شام جو هر درويش کي بس ٻاجهري لپ ملندي هئي ۽ اها ٻاجهري سڀ درويش گڏ ڪري پينهي پوءِ ننگر تيار ڪري کائيندا هئاسين. پاڻ سردار مهدي مولا فرمائيندا هئا تہ ادا بس! اسان وٽ اهو ئي اٽو. پوءِ ڪوئي ڊيوٽي ڪري يا گهر هليو وڃي.

هڪ دفعي فقير پاڪ جن بہ انهيءَ ڪم ۾ شامل هيا تہ هالن جي انهيءَ وقت جي گاديءَ جو گادي نشين مخدوم غلام محمد "بادشاهہ علي" بہ آيو ۽ اسان چيو تہ مخدوم صاحب آيو آهي مگر پاڻ مهدي مالڪ سردارن مٿي منهن مبارڪ بہ نہ ڪري مخدوم غلام محمد کي ڏنو ۽ چپ چپات ۾ پنهنجو ڪم ڪندا رهيا مخدوم غلام محمد صاحب يعني بادشاهہ علي ڊوڙي اچي فقير پاڪ مهدي سرڪار يعني پيري مغان جي قدمين لڳو ۽ پوءِ تغاري کڻڻ شروع ٿي ويو.

انهي کان پوءِ عجيب علي فقير تقريبن چوڏهن سال پنهنجي پيري مغان مهدي مالڪن جي حڪمن سان هالن جي پرسان فقير مهدي پاڪ جي وڏي پاءُ مخدوم سيد ڪامل شاهہ جهانيان جيڪو ڳوٺ قاسم ٻگهيا ۾ رهندو هو. انهيءَ وٽ وڃي ڊيوٽي ڪئي هن وقت بہ مخدوم سيد ڪامل شاهہ جو روضو مبارڪ اتي موجود آهي جيڪو اتان جي عقيدتمندن پنهنجي مرشد جي مٿان جوڙايو آهي ۽ هر سال ربيع الاول جي 16، 17، 18 تي ميلو ملهايو ويندو آهي انهيءَ کان پوءِ ڪونڌجيءَ ۾ فقير پاڪ جي دونهين واري مئخاني تي بہ ڪجهہ سال ڊيوٽي ڪئي هي مئخانو پاڻ مالڪن جي شروعاتي عشق وارو اوتارو آهي. هتي ئي پاڻ مهدي مالڪن ظاهري جهد جفائون ۽ تن کي تسيا ڏنا.

ڪن ڪٽ، ڪاپٽ، ڪنوٽيا ڪن چير،
سدا ويهن سامهان، عاشق اتر هير،
تسيا ڏئي تن کي، ساڙيائون سرير،
جي فنا ٿيا فقير، هلو! تڪيا پسون تن جا.

طالب ٿيڻ کان پوءِ ڪيترائي سال عجيب علي فقير پنهنجي گهر مائٽن سان ملڻ ڪونہ ويو. نيٺ عجيب علي فقير جا عزيز و اقارب اچي فقير پاڪ مهدي مولا وٽ حاضر ٿيا ۽ عجيب علي فقير جي اجازت گهريائون جنهن تي پاڻ مالڪن فرمايو تہ اسين نہ ايندن کي روڪيندا آهيون ۽ نہ ئي ويندن کي! مگر عازين نيازين کان پوءِ عجيب علي کي گهر وڃڻ جي اجازت ملي جڏهن عجيب

علي گهر آيو تہ پنهنجي پائرن کي چيائين تہ توهان منهنجا پائر نہ آهيو جيڪڏهن توهان کي منهنجي پائري قبول آهي تہ پوءِ توهان کي منهنجي مرشدن مهدي مالڪن جو طالب ٿيڻو پوندو ۽ انهن ئي ٿيو جو عجيب علي جا چارئي پائر اچي مهدي مالڪن جا طالب ٿيا

شاهپور جهانيان ۾ هڪ دفعي توحيد جي محفل مچايل هئي ۽ مهدي مالڪن عجيب کي توحيد پڙهڻ لاءِ امر عنايت ڪيو عجيب علي يڪتارو ناهي پيو تہ بہ مرتبا يڪتاري جي ٽڪري ٽڪري وئي پاڻ سردارن حڪم صادر ڪيو تہ انهيءَ عجيب علي کي ڪن ڪان وٺي ٻاهر ڪديو عجيب علي کي ٻاهر ڪڍيو ويو جڏهن توحيد لاءِ ساز نهي تيار ٿيا تہ عجيب علي ٻاهران ئي آواز جو آلاپ ڏنو ٿورو پر پرو ٻاهران ئي تہ بيٺل هيو فقير سرڪار جي ٻنهي اکين مان آب جا نار شروع ٿي ويا ۽ پاڻ ٻيئي هٿ مٿي ڪري عجيب علي کي سڏيائون تہ اچ عجيب علي توحيد جي محفل اچي ڪئي ۽ محفل اهڙي تہ مٿي جو توحيد جي محفل ۾ ويٺل سمورو فقراءُ زارو قطار اوڇگارون ڏئي روئڻ لڳو محفل ۾ عورتون بہ شامل هيون هڪڙي ڪا وڏي گهراڻي جي عورت هئي جنهن جي ڳچيءَ ۾ بہ پڙيو پلو اجرڪ پيل هيو انهيءَ عورت نہ ڪئي هم نہ تم ۽ اهو اجرڪ اچي عجيب علي فقير جي ڪلهن تي رکيائين

عجيب علي فقير راڳ جي محفل مچائڻ ۾ هڪ وڏو نالو هو خاص ڪري جڏهن لوڙائوءَ جو آلاپ ڏيندو هو تہ ٻڌندڙ فقراءُ ۾ روح راڙو پئجي ويندو هو ويساهہ علي فقير انڙ جيڪو پاڻ هڪ وڏو زميندار ماڻهو هو مگر فقراءُ سان وڏي عقيدت رکندو هو هو فقراءُ سان ملندي بہ ۽ موڪلائيندي بہ روئندو هو اهو درويش عجيب علي سان ڏاڍي محبت ڪندو هو محفل ۾ پلي ڪٿي ٻيو ئي فقراءُ توحيد پڙهندو هجي، مگر ويساهہ علي فقير انڙ ڏوڪڙ وري عجيب علي فقير جي کيسي ۾ وجهندو ويندو هو

سوئي راهہ رد ڪري، سوئي رهنماءُ،
وتعزمن تشاءُ، وتذل من تشاءُ

اڳئين دور جي طالبن کي وڏين آزمائشن مان گذرڻو پوندو هو هينئر تہ جيڪو طالب ٿيڻ اچي ٿو اهو پاڻ سان گڏ ويس ۽ منائي بہ ورتيو ٿو اچي، نہ گئو نہ پيٺو نہ ئي خدمت ڪرڻ جي خبر پيس، بس طالب ٿيو ۽ خير سان

گهر هلي پيو هڪ دفعي فقير پاڪ مهدي مالڪن عجيب علي کي لڪڻ جي مار ڏئي تڙايو انهيءَ دور ۾ شاهپور ۾ تمام گهڻي ۽ گهاٽي وڻڪاري هوندي هئي هي درويش به گهاٽن ڪبڙن جي ويڙهه ۾ وڃي سمهي رهيو ڪجهه ڏينهن اتي بک اڃ تي لڪيل پيو رهيو. هڪ ڏينهن شير علي سائينءَ جي نظرتي لڳي ويو ۽ شير علي سائين عجيب علي کي پاڻي وجهرائي سرت ۾ آڻي.فقير پاڪ جي حضور ۾ ڪٺائي آيا پاڻ اچي عرض رکيائون ته مالڪ هن فقير جي ته هي حالت ٿي وئي آهي پاڻ فرمايائون ته ادا هي اسان کي نه ڇڏيندو!هڪ ته ٻروچ ۽ سيد فقير نه ٿيندو پر جي ٿيو ته منڍي مٿي ٽڪ هوندو!!۽ پوءِ عجيب علي کي ڏاڍو پيار ڏنائون.

دودهه ڪيون ڪسن دل،ڪنهن رمز وڏي راز سان.
ڪڏهن ويهارن ويجهڙو ڪڏهن چون چل چل.بيغرزيءَ جي انداز سان

عجيب علي فقير ڪجهه وقت معراج علي رضه جهانيان جي نينگرن کي ٽانگي تي اسڪول ۾ آڻڻ ۽ نيڻ جي ڊيوٽي به ڪئي هڪ دفعي عجيب علي نينگرن کي اسڪول ۾ ڇڏي واپس ٿي آيو ته رستي تي ٽانگي سان ايڪسيڊنٽ ٿي پيو ۽ عجيب علي کي به ڌڪ لڳا عجيب علي ڪجهه ڏينهن لاءِ گهر وڃي رهيو ۽ مخدوم شير علي سائين جن سندن ڳوٺ وڃي ملم پٽيون ڪيون فقير پاڪ مهدي مالڪ ته ڪٺي ٻاهر ويل هئا جڏهن پاڻ آيا ته نظر علي فقير لاکي کي گهوڙي تي موڪلين ته ڏسو جي عجيب علي فقير ٺيڪ آهي ته هيڏانهن گهوڙي تي ڪٺي اچوس پر جي نه ته اسين پاڻ عجيب علي ڏانهن هلنداسين عجيب علي گهوڙي تي به نه چڙهيو ۽ عقيدت وچان پيادل فقير پاڪ جي حضور ۾ اچي حاضر ٿيو.پوءِ فقير پاڪ جن فقراءَ ۽ عجيب علي سميت اچي به ڏينهن عجيب علي فقير جي ڳوٺ رهيا.

هڪ دفعي فقير پاڪ جن عجيب علي جي ڳوٺ ۾ ترسيل هئا ته عجيب علي کي امر عنايت ڪيائون ته عجيب علي فقير يڪتارا ڪٺو ۽ ڳوٺ ۾ سير ڪري اچو جڏهن عجيب علي فقير ڳوٺ مان سير ڪرڻ ويو ته ڳوٺ جي ماڻهن مٿن ٺوڪون ۽ ٺٺوليون ٿي ڪيو ۽ چيائون ٿي ته اڙي!اي ول ڏيکو بهرام خان دا پٽ پنندا پيا اي هڻ سڃي ٿئي هن. مگر عجيب علي فقير ته ڪنهن جي پرواهه ڪانه ڪئي ۽ امر کي اهميت ڏني پلا جيڪي موتون قبل الموتو ٿيا انهن

ڪي ظاهري زماني جا تعنا، مهڻا، ٽوڪون ۽ ٺٺوليون چا ڪنديون چو تہ لوڪ لهوارو ۽ عاشق اوپارو !

ٻيدل جيڪي محبت منيون،
سي سڀ سهنديون جهيڙا جنيون.

هن درويش ۾ تہ هئڻ هيو ئي ڪين، چوتہ وڻ بہ اهو نوندو جنهن ۾ ڦل فروٽ هوندو ڪنهن بہ حالت ۾ پير مغان جي امر جو انڪاري ٿيڻو ناهي، پوءِ چاهي ظاهري ان ۾ ڪيڏو بہ نقصان ڇونہ هجي يا دنيا ڀلي ڪيڏي بہ نفرت ۽ حقارت جي نظر سان ڇونہ ڏسي

مخدوم معراج علي رضا جهانيان جي نينگرن ڪي اسڪول ۾ ٽانگي تي آڻڻ ۽ نيڻ جو ڪم عجيب علي فقير جتوئيءَ جي حوالي هوندو هو. پاڻ مهدي پاڪ جن چوندا هئا تہ نينگرن سان عجيب علي فقير ڪان سواءِ ڪنهن جو بہ واسطو نہ آهي ۽ عجيب علي فقير ئي هميشہ ڊيوڙيءَ ۾ رهندو هڪ دفعي عجيب علي فقير مخدوم سيد ضمير حسين جهانيان "وزير علي" جيڪي معراج علي سائين جا ننڍا فرزند هئا انهن جي ڊيوڙيءَ ۾ هيو تہ وزير علي سائين حڪم ڪين تہ عجيب علي اڄ تہ سارنگ راڳ ڪيو. عجيب علي فقير چيو تہ مالڪ سارنگ ڪنداسين تہ مينهن وسندو ۽ مينهن پيو تہ اوهان کي ڏڪ لڳندو. مگر امر جو انڪاري ڪيئن ٿئي عجيب علي فقير سارنگ ڪيو ۽ مينهن پيو ۽ ٿيو بہ واقعي ائين جو وزير علي سائين برسات ۾ خوشيءَ مان ڪيڏڻ لڳا ۽ پير ترڪي وڃڻ ڪري ڏڪ بہ لڳو.

مخدوم شير علي سائين عجيب علي فقير سان ڏاڍي محبت ڪندا هئا پاڻ شير علي سائين جن عجيب علي کي سڄي فقراءَ جو مور يعني مور فقراءَ جي نام سان سڏيندا هئا

عجيب علي فقير ڪنهن وقت پنهنجي ڳوٺ ۾ موجود هيو تہ مائي جنت خاتون ذات جتوئي نالي هڪ ٻارڙو جنهن جو نالو محمد جڙيل هو تنهن کي سڪرات واري صورت ۾ فقير عجيب علي وٽ کڻي آئي ۽ اچي آزيون نيازيون ڪرڻ لڳي تہ هن ٻارڙي کي الله لڳ خوش ڪري ڏيو فقير انهي ٻارڙي تي هٿڙو ڦيرايو ۽ فرمايو تہ مالڪ ڪندو تہ هي ٻارڙو وڏي ڄمار جو ٿيندوءِ ٿيو بہ ائين ئي ٻار فقير جي نظر سان بلڪل خوش ٿي ويو ۽ جنهن وڏي عمر پڻ ماڻي.

ڳوٺ سردهہ جتوئي ۾ عجيب علي فقير جي مئخاني ۾رسان هڪ مسجد ۾ هئي مسجد جو مولوي صاحب ملا نچايو جتوئي. عجيب علي فقير سان اصل ڪو نہ ٺهندو هو. ڪنهن وقت مولوي صاحب فقير کي ڀي ڏاڍو برو ڀلو ڳالهايو. فقير عجيب علي صبر سان سڀ ڪجهہ ٻڌندو ۽ سهندو رهيو. مولوي صاحب حد کان وڌڻ لڳو ۽ عجيب علي فقير جي مرشد يعني پير مغان لاءِ پڻ غلط برابر چوڻ لڳو. عجيب علي فقير نيٺ مجبور ٿي مولوي صاحب کي چيو تہ انڌو ٿيو آهين ۽ ڪجهہ سڃاڻ ڪر انڌو ٿيندين! مگر ملا نچايو ڪٿي ٿو مڙي نتيجي ۾ انهيءَ ئي وقت ملا نچايو جتوئي انڌو ٿي ويو. ملان نچائي پوءِ عجيب علي کان معافي تہ گهٽيئي ورتي مگر وهٽي تہ وهي چڪي هئي. پوءِ ملا سڳورو عجيب علي جي مرشد پاڪ مهدي مالڪن وٽ ويو ۽ سندن حضور ۾ عرض رکيائين تہ مالڪ مون کي نور ڏياريو. پاڻ مالڪن فرمايو مولوي صاحب نور تہ واپس نہ ايندو. باقي ٻي حاجت هجي تہ ٻڌايو. مولوي عرض ڪيو تہ مالڪ هن حالت ۾ مونکي شادي لاءِ نياٽي ڪير ڏيندو .پلامونکي شاديءَ لاءِ دعا ڪريو. پاڻ سردارن مهدي مالڪن فرمايو تہ هائو توکي وڏيرو ٽا نوائي ڏيون پوءِ انهيءَ ملانچائي جي شادي ڳوٺ جي چڱي مڙس وڏيري واحد بخش جتوئي وٽان ٿي.

عجيب علي فقير جي طالب ٽيڻ کان پهريان شادي ٿيل هئي. مگر کيس ڪو بہ اولاد وغيره ڪو نہ هو. ڪنهن لڳين گل فقير جي مئخاني تي عجيب علي فقير بيهوش ٿي ويو. مخدوم سيد غلام سرور سائين جن اتي موجود هئا انهن ڊاڪٽر قادر بخش ميمڻ کي مئخاني تي گهرائي ورتو. ڊاڪٽر صاحب ڏسي ۽ چيو تہ فقير پوين پساهن ۾ آهي . بهتر ٿيندو تہ گهر ڪٽائي وڃو چو تہ چند منٽن جو مهمان آهي. اچا ڊاڪٽر صاحب پني ڏني تہ فقير عجيب علي کي هوش ايندو ويو ۽ پوءِ فرمايائين تہ فقراءُ کي تڪليف پي پهتي انهيءَ ڪري في الحال اسان پنهنجو پروگرام پوئتي ڪري ڇڏيو سون. جئين فقير پاڪ فرمايو.

مرڻ جيئڻ وس منهنجي قذا کي ڪهڙي قدرت،

وسري وئي وحدت.

عجيب علي فقير جو هڪ طالب بہ هيو جيڪو پير عيسي جو هيو چنهن جو نالو لونگ ڀند هو. باقي تہ جيڪڏهن ڪو طالبن لاءِ عرض ڪندو هين تہ مهدي پاڪ ڏانهن يا معراج علي رضا مخدوم جهانيہ جن جي حضور ۾ پيش

ڪندا هئا لونگ پند کي بہ تمام عازين نيازين کان پوءِ مس مس وجي طالب ڪيائون. انهيءَ ڏينهن لونگ فقير وٽس موجود هيو. جو عجيب علي بقا جي جهان تي وڃڻ جي تياري ڪئي. پاڻ لونگ کي چيائون تہ ٻاهر مال جو خيال رکي اچ. لونگ پند ٻاهر ويو ۽ واپس آيو تہ ڏٺائين تہ فقير منجيءَ تہ وينو آهي. ۽ ڪر سي ۾ هٿ وڌل اٿس. مگر پڪي تہ پر سوئي پنهنجي وطن ڏانهن وڃي چڪو آهي. عجيب علي فقير جو روضو مبارڪ سندس ئي ڳوٺ سردھ جتوئي ۾ جوڙيل آهي. جيڪو سندس ڀاٽيجي هدايت علي فقير جوڙايو. هدايت علي فقير پڻ مهدي مالڪن جو طالب درويش هو. جيڪو عجيب علي فقير کي ڏاڍو پيارو هوندو هو.

صوفي صاف ڪير . (فرهاد علي فقير)

دنيا داريءَ جي مهاڄار ۾ اڄ انسان ڦاسي پيو آهي .ڪٿهن مذهب ملت قوم ۽ فرقي واريت جي جهنجهٽ ۾ ماڻهو کي ورهايو ويو . هتي هڪ آدمي ٽوٽي ڇاتل سڃاتل به چڻ ڏاريو نظر اچي ٿو . ماڻهو حرس ۽ هوس جو غلام بڻجي لالچ جون آخري حدون به اورانگهي رهيا آهن اميدن جا پهاڙ مفرتي وهاري ڇڏيندا آهن .

جنهن ڪري هن جي دماغ ۾ وهم وسوسن انهن کي نفسياتي مريض بڻائي ڇڏيو آهي . انهي مهاڄار جي سرڪڻ ۾ ڦاسڻ کان ڪو ڪامل مرشد ئي بچائي سگهي ٿو .

انهي ڪري هر دور ۾ ۽ اڄ به الله سائين ڪامل عارف ۽ عاشق هن ڌرتيءَ تي موڪليندو رهي ٿو . پرفقط سڃاڻپ واري اک هجي . اها اک عارفن عاشقن جي مليل درس ۽ نام توڙي انهن جي محبت ۾ رهڻ سان ملندي آهي . طالب کي اتم گيان به حاصل ٿيندو آهي . جنهن سان طالب کي مرشد هئي جهان روشن ڪرڻ واري واٽ تي لائي ڇڏي ٿو . فقير جي دل هن جهان توڙي هُن جهان جي خوفن کان ذهني طور آزاد ٿيل هوندي آهي . هن جا سڀ آسرا پنهنجي گروءَ ايشور ۾ هوندا آهن . هاڻي ڪلئي ڪم ڪريم تي رکيا ۽ پاڻ مالڪ جي رضا تي هلي پوندو ته مشڪل وقت هو ڏسندو ئي ڪو نه چاڪاڻ ته هن جي نظر عالم گير ٿي ويندي دل به هن جي ڪشادي ٿي ويندي . هر ڌرم کي جاچي ڏسجي ته انهن سان ذات جي سڌاري رهبر ۽ پريم پاپوهه جا بنياد ساڳيا آهن . الله ڳنڍڻ يا ريجهائڻ جو فن ڏسن ٿا . فقط عبادتن جا طريقا هر ڪنهن جا پنهنجا پنهنجا آهن . فقير جو من حب ئي امن امان ۽ پيار جي ورڪا ڪرڻ هوندو آهي . اسان جي خوش قسمتي چنجي جو هن ڌرتي تي سچل بيدل سامي شاه پٽائي ۽ فقير مولا مهدي سرڪار جي جلال جوت يا مشعل کي فقير مولا سمر علي سرڪار جن ظاهري علم ادب پنهنجي هادي پاڪ جي اٿائن لاءِ پنهنجي اڪيڊمي قائم ڪري باشعور ۽ اهل دل فقراه ۾ هڪ سرهائي محسوس ڪرائي آهي . هونءَ به زنده قومون ئي پنهنجي وڏن جي ورثن کي سانڍينديون آهن . دنيا جي فيض لاءِ اهڙو مواد پنهنجي سلڪ ۽ انسان دوستيءَ جي چاڻ لاءِ جتي ڪٿي ۽ لائبررين ۾ پهچائڻ گهرجي . پنهنجي

ڏرم صوفي ازم جي واڌ ويجهه ۾ مدد ملي سگهي ٿي . چاڪاڻ ته اتر انهي قسم جي علم سان اڪين جا اولا لهي پون ٿا . انهن جي محبت ۾ رهڻ سان ماڻهو فهم فراهت پريم پاهوه جو صاحب بڻجي وڃي ٿو . چاڪاڻ ته صوفي ئي پنهنجي دل ۾ هر وقت الله حاظر ٿو نظري ڏسي ان ڪري هو ان جي ناراضپي واري ڪمن ڪان بچيل هوندو آهي . انهي جي ڪري صوفي جي دل هڪ صاف آئينو ٿي پوندي آهي . سجي ڪائنات ۾ انسان ان کي پيارا لڳندا آهن . جو هن کي هر شيءِ الله جي ٺهيل پياري لڳي ٿي . ان ڪري هو ڪنهن ڪان به نفرت نٿو ڪري هو صاف صوفي فقير بڻجي پوي ٿو . جنهن لاءِ ڀٽائي سرڪار جو اهو اشارو آهي ته

صوفيءَ صاف ڪيو ڏوئي ورق وجود جو .

تهان پوءِ ٿيو . جيئري پسڻ پرينءَ جو .

صوفي ءَ جي ،من ۾ ڪنهن لاءِ به دوئي ڪانه هوندي آهي . صوفيءَ جو من برائيءَ کان پاڪ هوندو آهي . صوفيءَ وٽ مسجد مندر گرجائون سڀ حق هيڪڙائي هوندا آهن . هو هر ڪنهن ۾ ۽ هر جاءِ پنهنجو پرين پسندو آهي . هو ته وپرين جو واهيرو هوندو آهي . دنيا ۾ ڪنهن کي دشمن ڪو نه سمجهندو آهي . سڀ ۾ سائين ئي سمايل نظرجندو اٿس . صوفي دنيا وارن جي ڏنل درد ۽ تڪليف کي به انهن جي طرفان ڪو نه سمجهندو آهي هو ته انهن کي به الک طرفان امتحان سمجهي سپر سينو ڪري صبر سان سهندو آهي . صوفي به سمجهي ته ٻيائي رکي هن کي ته دشمن به دوست نظربو آهي . چوته

ڦڙاڏو سوسڏ . ور وائي جو جي لهين .

هيا اڳئين گڏ . ٻڏڻ ۾ ٻه ٿيا .

صوفيءَ وٽ غيرجو ته ڪو تصور به ڪو نه هوندو آهي . صوفي صادقين مان آهي انهيءَ لاءِ ڪيس هر جاءِ حق ئي نظر بو اٿس .

(فقير لائق علي پيلار)

سچڻ جون سچا يون .

الٓمٓ ه ذالِكَ الكِتَابُ لَارَيبَ فِيهِ .

بيشڪ مولا معراج پاڪ جن اها هستي هئا . جنهن ۾ شڪ شبهي جو ذرو به داخل نه هيو .

هُدي لِلمتَّقِينَ ه الَذينَ يُومِنُونَ بِاالغَيبِ . پاڻ حق جي هدايت هئا . انهن اجايلن لاءِ جيڪي حق جي راه جا پانديئڙا هئا .

سندس هدايت سان ڪيترائي حق سان واصل ٿيا . اول پاڻ هاديءَ حق سان هڪُ ٿي ڪامل ٿيا ۽ پوءِ باقي حياتي حق جي انهيءَ هدايت تي قائم دائم رهيا.

مِمَا رَزَقنهُم يُنفِقُونَ .

سندن هاديءَ طرفان مليل رزق مان اول ٻين کي کارائيندا هئا پوءِ پاڻ واپرائيندا هئا

وَالَذِينَ يُومِنُونَ بِمَااُنزِلَ اِلَيكَ وَمَااُنزِلَ مِن قَبلِكَ وَبِاالاخِرَتِ هُم يُ يوقِنُونَ .

پاڻ هر ان فقير جي عزت ۽ مڃتا ڪندا هئا . ۽ ان کي بر حق سمجهندا هئا .

جيڪو ظاهري طرح سندن حياتي کان اڳ ٿي گذريو هو . ۽ هر ايندڙ دور ۾ حق تي هلندڙن لاءِ خير ڀلائيءَ امن ۽ شانتي ۾ ايمان رکنداهئا . سندن ڪلام هر وقت ان ڳالهه تي شاهد هوندو هيو . حق تي هلندڙئي ڪامياب ٿيڻان آهن . ڇو ته حق به حق جي راه تي هلندڙن سان همراه آهي .

درگذرڪرڻ فساد جهيڙي جهڳي کان پري رهڻ ۽ عدل انصاف واسطي فقير جي نام ۾ توڪل رکڻ ۽ فقير جي فيصلي ڪرڻ تائين صبر جو دامن نه ڇڏڻ سندن هر هڪ لاءِ هدايت جو اولين نقتو هوندو هيو . اسان مالڪ معراج پاڪ جن کي پنهنجي مرشد مهدي پاڪ جي ڪلام،

عاشقن اثبات ڪيو آهي امانت کنهه کهن تي ثابت ۽ با امانت ڏنوسين . مرشدن جي مام جي پروڙ ۽ حق جي امانت جي ثابتي سندن هر قدم هر عمل هر گفتار گفتي مان هر پل عيان پئي ٿيندي هئي . سندن زبان مبارڪ تي هر مونجهاري ۽ مسئلي جو حل توڙي هر رمز ۽ راز جو سبب فقط ۽ فقط سندن مرشد مهدي مولا جن هئا .

پاڻ قرآني آيت .

فَاذكُرنِي اذكُركُم

تي هميشہ هر پل قائم دائم رهنداهئا ۽ .
وَشكُرُوالِي وَلاَتكفُرُونِ .
تي كندا رهندا هئا واه واه .
يآيهاالَذِينَ آمَنُو
جو سڏ سڻي .
اَستعِينُو بِاالصَبرُ وَالصَلواتِ .
پاڻ پنهنجي مالڪ جي ڏسيل صبر واري رهہ جا راهي هوندا هئا . ۽ نينهن نماز جي قائم رکڻ لاءِ هاديءَ کان مدد جي طلب رکندا هئا . ۽ ٻين کي فرمائيندا هئا تہ
اِنَ الله مَعَ الصَبِرِينَ .
بيشڪ فقير توهان صبر ڪندڙن سان گڏ آهي . جيتوڻيڪ سڀ انسان وَالعَصرِاِنَ الاِ نسَانَ لفِي خُسر آهن . پر مالڪ معراج پاڪ جن اِلالذِينَ آمَنُو هئا . پنهنجي مرشدفقير مهدي پاڪ جن سان تنهن ڪري مرشد جي مام سان محڪم رهيا ۽ عشق واري ايمان جا اهڃاڻ عمل صالح زنداه وجاويد رکندا آيا .
سڀني کي وَتَوَصَو بالحَق جي تلقين ۽ تاڪيد ڪندا هئا . ۽ وَتَواصَوباالصَبرِ جي صلاح ڏيندا هئا .
پاڻ مسڪينن محتاجن جي مدد ڪرڻ ۾ اڳ کان اڳرا رهيا . اول پاڻ مرشد جي يقين ۾ ڪامل هئا ۽ پوءِ ٻين جي تڪميل لاءِ هر وقت تيار رهندا هئا ، ان ڳالهہ جي ثابتي هي نا چيز بہ آهي . جنهن کي مالڪن مُلڪِي ملن واري نالائقيءَ مان ڪڍي لائق علي جو ويس اوڍايو نہ فقط روح جي رولن کان آزاد ڪيائون پروجود ۾ ڪُبَ ڪوڙي پندرهن ورهن کان وينل مرض کي بہ مالڪن فقير سڻائي ڪندو جي صدا سان خاتمو آڻي هن مسڪين کي جسماني صحت ۽ سڪون گڏ روحاني راحت ميسر ڪيائون .مرض مريضن تان اشاري ساڻ اتاريو. اسان سندن قول ۽ فعل کي ساهميءَ جي ٻن پڙن جيان هر وقت همموار ڏٺو مطلب تہ پاڻ پنهنجي مرشد فقير پاڪ جن جي ڪلام مطابق مڪ ميزان جي منصف وچ ۾ تريل آهيان تول تول جي ثابتيءَ سان سچا هئا . سندن ذات پاڪ جا ٻئي پاسا حقوق الله ۽ حقوق العباد سالم ۽ ثابت ٿيل هئا . هڪ طرف حقوق الله ۾ پنهنجي مرشد کان مليل مام سان مڪمل ملهايو وينا هئا . جڻ تہ پاڻ هن حديث جو چٽو عڪس هئا تہ لاَ مَقصُودُ فِي رَارَينِ.

الله پاڪ فقير يعني سندن زندگي، جي هر ڪئي، ۾ نه ته هن جهان جي لالچ مقصد هوندو هيو ۽ نه وري ڪنهن عمل پٺيان جنت جي عيش آرام جي آرزو، جو ڪو عمل دخل هوندو هيو. پاڻ ته پنهنجي پرين، پنهنجي مرشد جي محبت ۾ محو ٿي عمل ڪندا هئا. سندن لاء، مرشد جي مهر ۽ راضپي کان سواء نه ته هن جهان ۾ ڪو مطلب هيو ۽ نه وري آخرت جي اميد ۽ آس ائين ڪٿي چئجي ته سندن حياتي الاهي انت مقصودي و رزاق مطلوبي ان الاهي امر تي ڪاربند ٿي هلندي رهندي هئي

۽ هر آيل رزق مالڪ جي نام ۽ راه ۾ لٽائڻ سندن شيوو هوندو هيو. باقي سندن ذات جو تنگ ته هميشه تنگي، لڇپال تي آڌارت هوندو هيو. پنهنجي پاسي حقوق العباد جو ايترو ته احتمام رکندا هئا. جو هر هڪ صورت ۾ چاهي ٻڍي چاهي جوان عورت چاهي مرد سندن طالب چاهي ڪنهن سڪ وندي چاهي مسلم چاهي ماڙيچي جي خدمت آجيان ۽ آرام لاء، هر وقت تيار رهندا هئا. مطلب ته خدمت خلق لاء، سندن روپ عين قرآني مئومن وارو هوندو هيو.

مئومن اهو آهي جيڪو الله جي راه ۾ مسڪينن محتاجن کي ڪاڏو ڪارائي ٿو ان سان گڏ پنهنجي مالڪ تي ڀروسو رکندڙ آهي. پاڻ مالڪ معراج پاڪ جن خدمت خلق ۾ نه فقط انساني روپ ۽ صورت جي ننڍي وڏي حق جي پاسداري ڍور ڍڳي پکي پکڻ ايستائين جو جيت جٽي جي. ڪندا هئا ۾ باقي مخلوق حياتي تي به واجبي يا واجبي هلان پاڻ ته نه ڪندا هئا پرين کي به سختي، سان منع ڪندا هئا. سندن پاليل جانور گهوڙن ،مينهن ، ۽ ڏاندن سان پيار ڏسندڙن کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيندو هيو

هي ناچيز پنهنجي سچڻ جي سچائين جي ڪهڙي واکاڻ ڪري جو ته سچڻ جي ثنا جي آء زندگي، جي صبح کان شروع ڪريان ته زندگي، جي سج لهڻ تائين به ثنا ڪرڻ ۾ اهڙي ئي ڪورو هوندس جهڙو ڀرين ڏينهن پوء توڙي وڻ منهنجا سائي قلم بڻجن ۽ سمنڊ مس جو سات ڏين چو ته جتي حد حسن جي ناهي اتي سڪ ڪندي ڪاڏهون سنڌو. بس وري به قرآن جو سهارو وٺي چوڻو پوي ٿو ته بيدلڪالخير

مولا سڀ خوبيون خير جون تنهنجي ئي هٿ وس آهن. مٿئين آيت مطابق سندن حياتي حق جي هدايت خير ۽ ڀلائي، جو سر چشمو. سادگي، ۽ نهٺائي، جي

صورت قرب ۽ محبت جي مورت ۽ ٻاجھ جي گھاٽي ٻڙ جھڙي ھئي . جتي پنھنجا پراوا ، انسان ۽ حيوان سڀ آسيس ۽ آرام لاء ھر وقت ڳاھڻ ڪيو ويٺا ھوندا ھئا . وڏيڪ ڇا چوان ان ڪانسواء ته

آءُ قرباني ٿيان تن ، جامو پھرايو آجن ،
موھي من مستان ڪيو آ ، مرڪي محبوبن ،

(ولايت علي فقير سهتو)

مرشد جي حضور جا آداب

شروع پاڪ فقير جي نالي سان جو مهربان نهايت رحم وارو آهي . جئين ته آءُ هڪ ناچيز ادني خاڪسار ۽ گنهگار بندو آهيان . منهنجي هن زبان ڪي ڇامجال آهي جو منهنجي مرشد پاڪ پيريمغان هادي جي شان ۾ تعريف بيان ڪري ۽ هن قلم ڪي ڇا مجال آهي . جو پيريمغان پاڪ جي حضور جا آداب لکي سگهي . جئين سائين نورفقيرعلي عرف مظهر علي لاڪي پنهنجي هڪ ڪلام ۾ فرمايو اٿس ته .

لک لک ڪروڙين قرب تنهنجا قربدار پايان.
ناهي تعريف ڪرڻ جي توڙي سمنڊ مس بڻايان

دراصل ڳالهه آهي طالب جي ته مرشد سان ڪيتري محبت رکي ٿو . اصل محبت مان سڪ پيدا ٿئي ٿي . ۽ سڪ مان ئي ادب پيدا ٿئي ٿو . ها ائين زماني طور به چوڻي آهي . پر اهو سچ به آهي ته .

با ادب با نصيب .
بي ادب بي نصيب.

ادب واري طالب کي ئي سڀ ڪجهه نصيب ٿيندو آهي مرشد جي حضور ۾ جڏهن طالب رهي ٿو . ان ۾ گهڙيون يا پهريا ڏينهن پر ان کي با ادب رهڻو آهي .
هڪ ته پنهنجي مرشد هاديءَ جي سامهون مونا پيجي گوڏا ٻيڪڙائي جئين نماز جي رڪوع ۾ ويهبو آهي . ائين ويهڻو آهي . سر کي جهڪائي ويهڻو آهي . ۽ مرشد هاديءَ جي آواز کان آواز اونچو هر گز ناهي ڪرڻو . ۽ مرشد هاديءَ جي محفل رهاڻ ۾ سگريٽ نوشي . چرس يا ٻيو ڪو ئي نشو پتو به ڪرڻو نه آهي اگر طالب انهن شين جو عادي آهي . ۽ خيال چوي ٿو ته هاڻي . انهن شين مان ڪنهن به شيءَ جو مزو وٺڻو آهي ته پوءِ اتان اٿي ڪري ڪنهن پاسيري جڳهه تي استعمال ڪري سگهي ٿو . ائين سمجهي ته مان جو به ڪجهه ڪيان ٿو . يا پاسيروٽي ڪاوان پيئان ٿو . ته هادي پاڪ نه ٿوڏسي نه مرشد هادي هر جاءِ تي ڏسي پسي ٿو . پر ظاهري هڪ آداب آهي . طالب لاءِ ادب ئي توبهه آهي . ۽ ادب ئي نفي آهي . طالب کي ظاهري زبان ۾ توبهه ڪرڻ جي ڪا به ضرورت نه آهي . طالب

جي لاءِ ادب ئي توبھ آھي. جئين پاڪ فقير سرڪار مھدي سائين جن فرمايو آھي تہ .

زھد عبادت زاريون ڪرين چو ھر ھر .

اگر طالب ڪي پنھنجي مرشد ھاديءَ سان محبت آھي . تہ ان ڪي ادب ضرور ھوندو . اگر ادب اٿس تہ نفي بہ ضرور ھوندس ۽ نفي ھوندس تہ اھو امر جي اثباتي بہ ضرور ڪندو . جئين اوھان ڏسو تہ عزازيل الله جو عاشق ھو . عاشق تہ ٿيو مگر ان وٽ ادب نہ ھو ادب نہ ھو تہ ھن امر نہ مڃو پنھنجي محبوب جو جنھن جي ڪري ھن ڪي لعنت جو توڪ ڳچي ۾ پاتٺو پيو .

الله تعالي قرآن ۾ ڪيترن جڳھن تي محبوب جي ھر ادا جو قسم کٹي تو . قسم ان جو کٹبو آھي جيڪا پاڻ ڪان متاھين ھجي .حالانڪ الله ڪان اتم تہ ڪير بہ ڪون آھي . ليڪن ھن پنھنجي محبوب جي عشق ۾ عاجزيءَ ۽ نياز نوڙت نفيءَ جو مثال ڏنو آھي .

ھڪڙي جڳھ تي قرآن ۾ الله پنھنجي محبوب ڪي عاجزي ڪندي فرمائي تو . تہ محبوب مون ڪي قسم آھي . جنھن سواري تي تون سوار آھين . ان سواريءَ جي سنبن مان جيڪا مٽي اڏري ۽ ان مٽيءَ مان جيڪا دزي نڪري ٿي مون ڪي ان دزيءَ جو قسم آھي . ھاڻي ان مان طالب ڪي سمجھڻو پوي تہ ڪيتري عاجزي ۽ نفي آھي . چوجو عاجزي ادب مان نڪرندي آھي . ھي عشق بہ مولا وارو عشق آھي . طالب عاشق آھي ۽ مطلوب مولا محبوب آھي ساڳيو آھي ٻيو نہ آھي ۽ ٻي جڳھ تي قرآن ۾ ظاھري معراج واري واقعي ۾ فرمايو اٿس تہ اي جبرائيل منھنجي محبوب جي حضور ۾ وڃ ۽ منھنجي محبوب ڪي ننڊ مان نہ جاڳائجان ۽ بلڪ پيرن ڏانھن ويھي ان جي پيرن جي تري مبارڪن تي پنھنجا ڪافور وارا چپ مٿان رکندي تہ ان ٿڌاڻ تي محبوب جاڳندو ۽ ڳچيءَ ۾ ڳارو ڪري عاجزيءَ سان ديدار لاءِ عرض پيش ڪجانءِ ھاڻي اسان اندازولڳايون تہ ڪيتري عاجزي آھي .۽ اھا آھي محبت طالب تہ شھنشاھ آھي . پنھنجي مرشدھادي پاڪ سان ان ڪان بہ وڌيڪ محبت ڪري جي محبت آھي . ادب نہ آھي تہ محبت بيڪار آھي .

بس ھادي جي دردعاگو؟

( ثناءُ الله گوپانگ)

مولا علي عليہ السلام جا قول .

1 دنيا ۾ هر شيء جي زڪوات هوندي آهي ۽ عقل جي زڪوات آهي. جاهل جي جهالت کي برداشت ڪرڻ.

2 حد کان وڌيڪ خوشي انسان کي بزدل بڻائي ٿي . ۽ گهڻو ڏک انسان کي بهادر بڻائي ٿو .

3 دشمن کي هزار موقعا ڏيو ته هو اوهان جو دوست ٿي پوي ليڪن دوست کي هڪ به موقعو نه ڏيو جو هو توهان جو دشمن ٿي پوي .

4 ڪنهن جاهل سان تخت تي ويهڻ کان بهتر آهي ته ڪنهن عالم سان فرش تي ويهجي.

5 اگر توهان ڪنهن کي دوکو ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃو ته اهو نه سو چيو ته هو ايڏو بيوقوف آهي . بلڪ اهو سوچيو ته هن جو توهان تي ڪيترو اعتبار هو.

6 زبان جي حفاظت . دولت کان مشڪل آهي .

7 غريب ماڻهون تي احسان ڪندا ڪريو . ڇو ته غريب ٿيڻ ۾ گهڻو وقت نه لڳندو آهي .

8 اگر عبادت نه ٿا ڪري سگهو ته گناه به نه ڪريو .

9 دنيا اهو نه ڏسندي آهي . ته توهان پهريان ڇاهئا بلڪ دنيا اهو ڏسندي آهي . ته توهان اڄ ڇا آهيو .

10 ٽي ماڻهوهميشہ ٽن شين کان محروم رهندا .

1 ڪاوڙ وارو صحيح فيصلي کان .

2 ڪوڙو عزت کان .

3 جلد باز ڪاميابي کان محروم رهندو

شريعت جو نالو. نياز حسين منگڻيجو.
طريقت جو نالو . نياز علي فقير .
طالب. پاڪ فقير سرڪار سمر علي سائين جهانيہ .

## ڪافي

ٿلهہ. جيڪي مولا سمر کي سارين. اهي خوش سي گذارين .
تنهنجو منهنجو آير جهلو . سپ ڪنهن جو آير جهلو.

1 سمر جن سردار . سي پهرئين پتڻ پار.
فرق نہ ڪوئي فاصلو.

2 سمر جنهين ساڻ . ڪهڙي آ تن کي ڪاڻ .
ڇا جو چاليهو چلو.

3 هو سائين هي آ نياز سپ رهبر جو آراز.
جيڪي گهريم سو مليو

شريعت جو نالو بشير احمد منگنھار.
طريقت جو نالو منٺار علي فقير.
طالب پاڪ فقير سرڪار سمر علي سائين جهانيه.

ڪافي

ٿلهه: ڪري سينگار صورت جو اڄ سردار آيو آ.
ٿيو گلشن جڳ روشن سمر سرڪار آيو آ.

جاڏي سهڻل نهاري ٿو تاڏي مشتاق ماري ٿو.
لڪين دلڙيون ڏتاري ٿو دلي دلدار آيو آ.

1

پرينءَ سان پيچ پايوسي قدمين سرڙوجهڪايوسي.
خوشيءَ جو گيت ڳايو سي مهدي مهندار آيو آ.

حسن لائي آ هبڪاري طرف چوڏار چوڏاري.
اچي ڪئي عشق اظهاري نرمل نروار آيو آ.

6

ڪروڙين قرب ٿو پانيان خوشي ٿي عيدون ملهايان.
هو ڪو هر جاءِ پيو اهو هلايان منهن جو منٺار آيو آ.

شريعت جو نالو ؛. ولي محمد سهتو .
طريقت جو نالو ؛. ولايت علي سهتو .
طالب ؛. پاڪ فقير سرڪار سمر علي سائين جهانيہ .

ڪافي .

ٿلهہ؛. اچي ڪين آرام . دست چڙهي وئي دلبر جي دل .
راتيون ڏينهان روئان رڙان پئي من اندر ماتام.

2 سڪڻ سڏڪڻ سيئي سهڻا. عشق ڏنو آ انعام .

3 سِڪَونديءَ کي سهڻل ڏي ڪو .اچڻ جو انجام .

4 واڳ ولايت ڏي ڪا واريو . سمر تو در سام .

شريعت جو نالو : لعل بخش لغاري .
طريقت جو نالو : اقرار علي فقير .
طالب : فقير سيد شير علي سائين جهانيه .

## ڪافي

ٿلهه: آدم اولا پاڪر چولا. اپنا آپ ڇپايا هئي .
ڪر ظهورا ذاتي والا . ساري وچ سمايا هئي

10

رنگ محل وچ بي رنگ بازي . واه جو آ پٽر يو ئي
لاڪر نينهن نظارا سارا . آپڪون آپ وڪايوئي .
عاشق غازي ٿي ڪراضي . سانگ تي سر چڙهايا هئي.

مورت معنا صورت اي . عجب چالي چلايا هئي .
وحدت چوڙ ڪثرت ڪيتئي. ايسا رنگ رلايا هئي.
ونفخت في هم روحي . هردي وچ رڪايا هئي ،

اقرار والا ناتا نسنگ . محو ٿي ملهايم .
ويک ظهورا ظاهر باطن . صوفي ذرم ذرايم.
ڪٿان معشوق ڪٿان عاشق . ڪٿ قرب قتل ڪرايا هئي

شريعت جو نالو: نور علي لاکو
طريقت جو نالو : مظهر علي فقير.
طالب : پاڪ فقير سرڪار مهدي سائين جهانيہ

ڪافي

تلهہ: عشق وارن کي عام . 12
رمز ٻاجھئون ٻيو ڪير سڃاڻي.

14

لدني علم اوشاقن حاصل . اصل کان تہ انعام . 15

2

سڀ ڪنهن کان ٿو ڪين سڃاڻي. آڏوتي اسلام .
مَظهَر العجائب معني سان . ڄاڻ احد امام .

شريعت جو نالو : سيد مقبول حسين مخدوم جهانيہ

ڪافي

تلهہ: ڳليءَ ڳليءَ پياڳايون ٻڌايون .
ڳڻ تنهنجون ڳالهڙيون. 16

ستن سرن ۾ تنهنجي صفت آ .
سر گم ساز وڄايون .

طبل ۽ تالون سوز جا سرندا.
ڇيريون ٿا ڇمڪايون .

من اندر مقبول مدامي .
جانب تنهنجو ن جايو ن .

شريعت جو نالو ؛. سيد علي سائين جهانيہ .
طريقت جو نالو ؛. فقير شير علي سائين .
طالب: پاڪ فقير مهدي امام .

## ڪافي

تلهہ :آءُ پياسي آهيان تنهنجو، ڪرقرب ڪو هيارل پنهنجو

مون ڪي عشق تنهنجو آ ذاتي . اصلئون ڪين صفاتي.
ڏس پائي دروني جهاتي . جيءُ جوش جاڳيو آ جنهن جو .

20

تنهنجي گهورن دل کي گهايوتنهنجي نيڻن نئون رنگ لايو
وتان عشق جي ڪفني پايو. توريءَ ساهہ سِڪي ٿو منهنجو.

شيَر علي آ شافي . ڪندو مشڪل مولا معافي .
آهي در ڏٺيءَ جو ڪافي ، سرت وارن لاءِ سهنجو.

اول الله عليم، عالم جـــــــو ڏڻي،
قادر پنهنجي قدرت سين. قائم آهي قديم،
والي واحـــــد وحـــــده، رازق رب رحيم،
سو ساراهه سچو ڌڻـــي ڇڻـــي حمد حڪيم،
ڪري پاڻ ڪريم، جوڙئون جوڙ جهان جـــي.

"همسوا" جا ڪارڪن ۽ جملي فقراءَ حق موجود".

اڄ اسين المعراج نمبر 2 فقير معراج علي رضا جهانيان جي ڇوڏهين ميڙي مبارڪ تي اوهان جي نظر ڪري رهيا آهيون. اميد اٿم تہ هي اسان جي ننڍڙي ڪوشش ۽ ڪاوش قبول ڪندا.

اوهان فقراءِ کي بہ گڏيل گذارش تہ ايندڙ شماري لاءِ مواد ضرور موڪليو ۽ اسان جي اصلاح پڻ ڪيو.

اطهر علي کهڙو
مرڪزي جنرل سيڪريٽري
" همسوا"
0344-3788822

تاريخ 23 رجب المرجب 1432 هـ
آچر 26 جون 2011 ع
Web Side: www.hadimehdi.org.[redacted]



## مخدوم معراج علي رضا جهانيه جي تير هين ميڙي مبارڪ ۾ مهندي آندي پئي وڃي



فقير سمر علي مخدوم جهانيه ۽ مخدوم مقبول حسين جهانيه جن مخدوم معراج علی رضا جهانيه جي تيرهين ميڙي ۾ سڪندر علي سرگاڻي کان توحيد ٻڌي رهيا آهن

مخدوم حق علي سائيں جهانيه وائس چيرمين همسوا
پوڏ ستايلن ۾ ننگر ورهائي رهيا آهن

همسوا طرفان پوڏ ستايلن لاءِ ننگر تيار ڪرائي
سنڌو دريا جي لاڙڪاڻي واري پل تي آندو ويو آهي

# فقير معراج علي رضا جهانيان جا فرزند


(1) سيد مخدوم هادي بخش جهانيه


(2) فقير سمر علي مخدوم جهانيه


(3) مخدوم مهتاب علي جهانيه


(4) مخدوم بادشاهه علي جهانيه


(5) مخدوم منور علي جهانيه


(6) مخدوم وزير علي جهانيه


مخدوم ڊاڪٽر عاشق علي جهانيه
فرزند مخدوم هادي بخش جهانيه



مخدوم فقير معراج علي رضا سائين جهانيان
(اسمر علي سائين جن جاوالد بزرگوار)

# مرڪزي عهديدار

جنرل سيڪريٽري
پروفيسر عبدالرحمان کهڙو



سرپرست
فقير مخدوم سمر علي جهانيه



سرپرست اعليٰ
مخدوم مقصود علي جهانيه



رابطه سيڪريٽري
مير ارشد علي ٽالپر



چيئرمين
استاد خادم عباسي



جوائنٽ سيڪريٽري
مهندار علي ملاح



خزانچي
واجب علي مرڪنڊ



سهڪاري ڪارڪن "همسوا"
پير منورالحق صاحب



قانوني صلاحڪار
شفيع محمد ٻانگو



پريس سيڪريٽري
نياز علي راڄپر



وائيس چيئرمين
مخدوم حق علي جهانيه



